لَاَالٰہ اِلا اللهُ مُحَمدُ رَسُولُ اللهِ

لَانَبِي بَعدِيُ (حديث)

# ختم نبوت جي شرعي حيثيت


- مصنف -

صاحبزاده السيد محمد زين العابدين راشدي



ڪمپيوٽر ڪمپوز: سڪندر نقوي "جهانيان"

ڇپائيندڙ: محمد اسلم ميمڻ قادري

مفت

سلسليوار اشاعت نمبر ٢٢

ناشر

انجمن پيغام رضا رضي الله عنه

پوسٽ باڪس نمبر- 76 اناج منڊي حيدرآباد

# انتساب

آءٌ پنهنجي هن ناچيز تصنيف "ختم نبوت جي شرعي حيثيت" کي پنهنجي ڏاڏا اعليٰ، خواجه معين الدين اجميري قدس سره جي روحاني رهبر، خاندان راشديه سادات ۽ لڪاريه سادات جو مورث اعليٰ، عارفن جو اڳواڻ، عابدن زاهدن جي سونهن، پرهيزگارن جو سردار، سيد السادات عارف بالله حضرت قبلهٔ عالم

**سيد شاه صدرالدين لڪياري** رضي الله تعالي عنه

(رحلت ٦٠٠هه)

درگاه عاليه لڪي شريف (اسٽيشن خود)

(ضلعو دادو سنڌ)

ڏانهن منسوب ڪندي ابدي سعادت محسوس ڪيان ٿو. الله تعاليٰ سنڌن جي بحر بي ڪنار فيض جي نور سان اسان جي دل، دماغ ۽ سيني کي روشن فرمائي (آمين)

"فيض جو طالب"

**سيد محمد زين العابدين راشدي**

لاڙڪاڻو

بسم الله الرحمن الرحيم

الحمد الله رب العالمين خالق السموات والارضين والصلوة والسلام علیٰ سيد المرسلين خاتم النبين شفيع المذنبين قائد الغرالمحجلين سيدنا و مولانا محمد وعلیٰ آلہِ و اصحابہِ و علماء ملتہِ وا ولياء امتہِ و اهل طاعتک اجمعين.

اما بعد:

الله تعالي قرآن مجيد ۾ فرمائي ٿو:

مَا كَانَ محمد ابا اَحَد مِن رِجَالِكُم وَ لكِن رسول الله وَ خاتم النبين. (الاحزاب آيت ۴۵)

ترجمو: محمد (صلي الله عليہ وسلم) توهان جي مردن مان ڪنهن جو پيءُ نہ آهي. هائو اللهجو رسول آهي ۽ سمورن نبين ۾ آخري آهي.

تفسير: اهل سنت جو برک عالم دين صدرالا فاضل مولانا سيد محمد نعيم الدين مراد آبادي رحمة الله عليه مٿين آيت جي تفسير ۾ لکن ٿا تہ - يعني آخر الانبياء. جو مٿن نبوت ختم ٿي وئي، سندس نبوت کانپوءِ ڪنهن کي نبوت نٿي ملي سگهي تانجو حضرت عيسیٰ عليه السلام نازل ٿيندو، جيتوڻيک نبوت اڳي ئي حاصل ڪري چڪو آهي مگر نزول کانپوءِ شريعت محمديہ تي عمل ڪندو ۽ انهيءَ شريعت تي فيصلو ڏيندو ۽ سندس ئي قبلي يعني ڪعبہ معظم ڏانهن منهن ڪري نماز پڙهندو - محمد رسول الله صلي الله عليہ وسلم جن جو آخري نبي هجڻ قطعي آهي. قرآني نص بہ ان ۾ وارد آهي ۽ صحاح ستہ جون گهڻيون حديثون جيڪي حد تواتر کي پهچن ٿيون، انهن سڀني مان ثابت آهي تہ محبوب سائين سڀ کان

آخري نبي آهن، سندن ڪانپوءِ ڪو نبي ٿيڻو ئي نہ آهي. جيڪو محبوب سائين جي نبوت ڪانپوءِ ڪنهن ٻئي کي نبوت ملڻ ممڪن ڄاڻي اهو ختم نبوت جومنڪر، ڪافر ۽ اسلام ڪان خارج آهي.

(تفسير خزائن العرفان مع ڪنزالايمان سنڌي ٥١٠ ڇاپو لاهور)

امام اهل سنت اعليٰ حضرت مولانا احمد رضا خان بريلوي رحمة الله عليه فرمائن ٿا تہ،

فتح باب نبوت پہ بے حد دَرود

ختم دور رسالت پہ لاکهون سلام

"خاتم النبين" صاف ڇٽي آيت هُئڻ جي باوجو ختم نبوت جا منڪر طرح طرح جون هٿرادو معنائون ڪري مسلمانن کي ڌوڪا ٿا ڏين، تنهن ڪري خاتم جي معنيٰ لغتن مان ڏني وڃي ٿي.

وخاتم النبين لانه ختم النبوة اي تممها بمجيد (مفردات امام راغب)

۽ نبي ڪريم صلي الله عيلہ وسلم "خاتم النبين" ان لاءِ آهن جو پاڻ نبوت جو دروازو بند ڪري ڇڏيائون.

الخاتم و الخاتم و ختم الخاتام مايختم به عاقبة ڪل شي خاتم (المنجد)

خاتم ان شيءِ کي چئبو آهي جنهن سان ختم ڪيو ويندو آهي ۽ هر شيءِ جي آخر واري کي بہ ختم چئبو آهي.

● نوٽ: المنجد لغت جو مصنف مسلمان نہ پر عيسائي آهي، اها لغت ڏاري سالڦوءَ جي آهي جنهنجو اسلام ۽ باني اسلام سان ڪوبہ واسطو ڪانهي ۽ پيو تہ هيءَ لغت مرزا

قاديانيءَ کان گهڻو اڳ جي لکيل آهي.

خاتم النبيين ختم الله به النبوة فلا نبوة بعده اي ولا محه

(تفسير خازن (ص ۲۱۸/۵)

خاتم المنبيين يعني الله تعاليٰ نبي ڪريم تي نبوت ختم ڪري ڇڏي، نہ سندن جي دور ۾ ڪنهن کي نبوت ملي نہ وري ڪنهن کي بعد ۾ نبوت ملندي.

**خاتم:** ختم ڪرڻ وارو، آخري، ختم النبياء، خاتم المرسلين، خاتم النبيين، نبوت جي سلسلي کي ختم ڪرڻ وارو آخري پيغمبر حضرت محمد صلي الله عليہ وسلم.

(جامع فيروز اللغات اردو ص ۵۷۹ ڇاپو فيروز سنز لاهور)

۲- و من يبتغ غير السلام دينا فلن يقبل منه وهو في الاخرة من الخسرين● (پ۳ ع ۱۷)

**ترجمو:** ۽ جيڪو اسلام کانسواءِ ڪو ٻيو دين گهرندو اهو ان کان هرگز نہ قبول ڪيو ويندو ۽ اهو آخرت ۾ نقصان وارن مان آهي.

۳: يا يها الذين امنوا ادخلوافي السلم كافة ولا تتبعوا خطوات الشيطن انه لكم عدو مبين● (پ ۲ ع۹)

**ترجمو:** اي ايمان وارؤ! اسلام ۾ پوري طرح داخل ٿيو ۽ شيطان جي قدمن تي نہ هلو، بيشڪ اهو اوهان جو پڌرو دشمن آهي.

حجة الوداع جي عظيم الشان اجتماع کان پاڻ ڪريم صلي الله عليه وسلم جن سوال ڪيو تہ - اوهان کان الله تعاليٰ منهنجي باري ۾ پڇندو تہ توهان ان بابت ڇا چوندؤ؟ صحابن سونهارن عرض ڪيو تہ، اسان چونداسون تہ اوهان، الله تعاليٰ جا

سمورا حڪم احڪام اسان تائين پهچائي ڇڏيا آهن ۽ توهان پنهنجو فرض پورو ڪري چڪا آهيو- (سيرت القمر المنير ص ١٩٠)

ان وقت هيٺين آيت سڳوري نازل ٿي.

۴: اليوم اڪملت لڪم دينڪم و اتممت عليڪم نعمتي ورضيت لڪم الاسلام دينا (پ٦ ع٥)

**ترجمو:** اج مان توهان جي واسطي توهان جو دين ڪامل ڪري ڇڏيو ۽ توهان تي پنهنجي نعمت پوري ڪئي ۽ توهان واسطي اسلام کي دين پسند ڪيو.

۵: قل يآايها الناس اني رسول الله اليڪم جميعا. (پ ٩ ع 10)

**ترجمو:** اي محبوب توهان فرمايو - اي انسانو! بيشڪ مان توهان سمورن ڏانهن الله جو رسول آهيان.

تفيسر- هيءَ آيت نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جي عام رسالت جو دليل آهي ته پاڻ سڳورا سموري مخلوق جا رسول آهن ۽ سارو جهان سندن أمت - بخاري ۽ مسلم جي حديث شريف آهي ته محبوب سائينءَ جن فرمائن ٿا. پڻ شيون مونکي اهڙيون عطا ٿيون جو مون کان اڳ ڪنهن کي نه مليون (١) هر نبي خاص قوم جي طرف مبعوث ٿيندو ۽ مان ڳاڙهي ۽ ڪاري ڏانهن موڪليو ويس(٢) منهنجي لاءِ غنيمتون حلال ڪيون ويون ۽ مون کان اڳ ڪنهن جي لاءِ به نه ٿيون هيون(٣) منهنجي لاءِ سموري زمين پاڪ ۽ پاڪ ڪرڻ واري (تيمم جي قابل) ۽ مسجد ڪئي ويئي، جنهن کي جتي به نماز جو وقت اچي وڃي اُتي ئي پڙهي ڇڏي. (۴) دشمن تي هڪ مهيني جي مسافريءَ تائين منهنجو رعب وجهي ڪري منهنجي

مدد فرمائي وٺي(٥) ۽ مونکي شفاعت عنايت ڪئي ويئي. مسلم شريف جي حديث ۾ هي ٻه آهي ته مان سموري مخلوق ڏانهن رسول بڻائي موڪليو ويو آهيان ۽ مون سان نبي سڀ‍ڳوا ختم ڪيا ويا (تفسير خزائن العرفان ٢٠٧)

ڪافرن لاءِ ختم نبوت جو مثال جڏهن آيت خاتم النبين نازل ٿي ته ڪافرن چيو ته نبوت جو دروازو ڀلا ڪيئن بند ٿيو؟- حضور نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم انهن کي مثال ڏئي سمجهايو ته جيئن اهي چڱي طرح سمجهي سگهن. حضور پاڪ فرمايو- منهنجو اڳين نبين سڳورن جو مثال ان شخص وانگر آهي جنهن هڪ بلڊنگ ٺاهي ان کي چڱي طرح سينگاريو پر هڪ سر جي جاءِ ڇڏي ڏني- ماڻهو انهيءَ عمارت جي سُونهن ۽ بِيهڪ کان ڏاڍو متاثر ٿيا پر چيائون هڪ سِر واري جاءِ خالي نه هجي ها ته عمارت بينظير هئي- انهيءَ سِر جو مثال مان آهيان ۽ مان ئي آهيان آخري نبي - (تفسير روح البيان مترجم جلد ٢٢ ص ٦٧ بخاري شريف جلد اول. مسلم شريف جلد ٻيو. مشڪوات شريف ص ١١٥).

## احاديث پاڪ

ختم نبوت بابت هيڪ طول کان بچڻ خاطر هيٺ صرف چند حديثون ڏنيون وڃن ٿيون.

١- عن ثوبان قال رسول الله صلي الله عليه وسلم ......
وانه سيكون في امتي كذابون ثلاثون كلهم يزعم انه نبي وانا خاتم النبيين لانبي بعدي-

(ترمذي ص ٢/٥٥, ٢. ابو داؤد كتاب الفتن

ترجمو: حضرت ثوبان رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول ڪريم صلي الله عليہ وسلم فرمايو ........... منهنجي امت مان ٽيهہ ڪذاب (ڪوڙا) هوندا انهن مان هر هڪ دعويٰ ڪندو تہ هو نبي آهي حقيقت ۾ مان آخري نبي آهيان مون کانپوءِ ڪوبہ نبي نہ ٿيندو.

٢- عن ابي حازم قال قاعدت ابا هريرة خمس سنين فسمعة يحدث عن النبي صلي الله عليہ وسلم قال کانت بني اسرائيل تسئو سهم الانبياء ڪلما هللڪ بني خلفه نبي وانه لا نبي بعدي سويڪون خلفاء (بخار ص ٤٩١/١، مسلم شريف ڪتاب الامارات)

ترجمو: حضرت ابو حازم روايت ڪري ٿو تہ مان پنج سال حضرت ابو هريره رضي الله عنه جي صحبت ۾ رهيس- مان ٻڌڻ حضرت ابو هريره بيان ڪندا هئا تہ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم ارشاد فرمايو بي اسرائيل جي سياست انهن جا نبي سڳورا پاڻ ڪندا هئا. جڏهن ڪنهن نبيءَ جي وفات ٿيندي هئي تہ الله تعاليٰ ڪنهن ٻئي نبي کي ان جو خليفو مقرر ڪندو هو. ۽ مون کان پوءِ ڪوبہ نبي ناهي باقي خليفا هوندا.

نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم آخري نبي آهن سرڪار کان پوءِ ڪوبہ نبي ٿيڻو ئي نہ آهي. باقي نبي سڳوري جا خليفا، نائب عالم دين قيامت تائين دين اسلام جي تبليغ ڪندا رهندا ۽ جيئن نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن جو فرمان علماء اسلام لاءِ آهي تہ:

علماءِ اُمتي ڪانبياء بَنِي اِسرائِيلَ (هدايہ ڪتاب الصلواة باب الامامة)

ترجمو: منهنجي امت جا علما- حق (بحيثيت تبليغ)

بني اسرائيل جي انبياء وانگر آهن.

٣- لوکان بعدي نبي لکان عمر بن الخطاب- (احمد، ترمذي، طبراني، السؤالعقاب ص ٧ اعليٰ حضرت- خطبات جمع ص ٨٩ ڇاپو وزارت مذهبي امور پاڪستان - اسلام آباد).

**ترجمو:** نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم فرمايو- مون کان پوءِ ڪوئي نبي ٿي سگهي ها ته عُمر بن خطاب ٿئي ها.

٤- حضرت امير المومنين عُمر فاروق اعظم رضي الله تعاليٰ عنه روايت ڪن ٿا ته رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو- جڏهن آدم عليه الصلواة والسلام کان لغزش ٿي ته عرض ڪيائين. اي رب اسانجا! مان توکي محمد صلي الله عليه وسلم جو واسطو ڏئي عرض ڪيان ٿو ته مون کي معافي ڏيءِ ارشاد ٿيو. اي آدم! تو محمد (صلي الله عليه وسلم) کي ڪيئن سُڃاتو حالانڪه مان سندن کي اڃان پيدا نه ڪيو آهي- عرض ڪيائين اي رب اسانجا مونکي تو پنهنجي قدرت سان پيدا ڪيو ۽ مون ۾ پنهنجو روح ڦوڪيو ت مان مٿو مٿي ڪَري ڏٺو ته عرش جي پاين تي لَآاِلٰهَ اِلاَّ اللهُ مُحَمَّدَ رَسولُ اللهِ لکيل هو. انهيءَ وقت محسوس ڪيم ته تو پنهنجي نالي سان ان جو نالو گڏ رکيو آهي جيڪو توکي سموري مخلوق کان وڌيڪ پيارو آهي.

اي آدم! تو سچ چيو بيشڪ هو منهنکي سموي مخلوق کان وڌيڪ پيارو آهي ته مون کي پياري محبوب جي واسطي سان سوال ڪيو آهي سو مان توکي معاف ڪري ڇڏيو - اگر محمد (صلي الله عيلہ وسلم) نه هجي ها ته مان توکي به پيدا نه ڪيان ها. پيارو حبيب تنهنجي اولاد ۾ سڀ کان آخري نبي آهي- (معجم ڪبير، حاڪم، بيهقي، دلائل النبوة بحواله ختم

النبوت ص ٨ اعليٰ حضرت- ڇاپو ١٩٨٥ع لاهور- فتاويٰ كبريٰ جلد اول ١٥١ ابن تيميہ بحوالہ جانِ جانان ص ٢٦ ڇاپو حيدرآباد)

٥- قال رسول الله صلي الله عليہ وسلم اني عند الله خاتم النبيين وا ان آدم لمنجدل في طينتہ (بابي أنت وَ اَمِي يَارَسُولَ الله ص ٤٥ ڇاپو- جده)

**ترجمو:** نبي كريم صلي الله عليہ وسلم فرمايو- مان ان وقت بہ الله تعاليٰ وٽ آخري نبي هيس جنهن وقت حضرت آدم آڃان مٽيءَ ۾ هيا.

ذات تنهنجيءَ تي رسالت ختم ٿي
آفتابِ انبياءُ. توتي سلام (لاكو قمر)

## ختم نبوت جي منكر جو علاج قتل آهي

شيخ المحدثين علامه شيخ عبدالحق قادري محدث دهلوي رحمة الله عليه لكن ٿا تہ - حضور صلي الله عليہ وسلم جن جي آخري دور ۾ "مسلمہ كذاب" نبوت جي دعويٰ كئي شراب ۽ زنا كي حلال كري نماب جي فرضيت كي ختم كيائين. هي يمامہ جو كراڙو مرتد وڏو مكاري هو- حضور نبي كريم صلي الله عليہ وسلم جن جي وصال كانپوءِ هڪ لک كان وڌي جاهل هن مرتد جا فرمانبردار ٿيا- ختم نبوت جي منكر مسلمہ كذاب كي قتل كرائڻ لاءِ امير المومنين، خليفة المسلمين، جانشين مصطفيٰ سيدنا صديق اكبر رضي الله تعاليٰ عنه پنهنجي دور خلافت جي آخر ۾ حضرت خالد بن وليد رضي الله عنه جي سربراهيءَ ۾ ٢٤ هزار مسلمانن جو لشكر موكلي هن

فتني کي ٻُجو ڏنو (مدارج النبوة جلد ٻيو ص ٦٨٧ ڇاپو ڪراچي)

هن مڪار مرتد ملعون "مسيلمہ ڪذاب" جي قتل ٿيڻ وقت عُمر ١٥٠ سال هئي.

(تاريخ الخلفاء ص ١٦١ ڇاپو ڪراچي)

يمامہ جو رهندڙ مرتد مسيلمہ ڪذاب (مڪار) نبوت جي دعويٰ ڪرڻ جي باوجود هو گواهي ڏيندو هو تہ حضور صلي الله عليہ وسلم الله تعاليٰ جو رسول آهي- (مقالات سيرت طيبہ ص ٦١؛)

الله تعاليٰ لکين ڪروڙين رحمتون حضرت سيدنا صديق اڪبر جي مزار مبارڪ تي وسائي جنهن سرڪار مدينہ صلي الله عليہ وسلم جن جي وصال ڪانپوءِ جن بہ قبيلن ۾ ۽ جهڙا بہ فتنا پيدا ٿيا، تن فتنن کي پنهنجي علم و دانش سان شريعت محمديہ جي روشني ۾ هزارين تڪليفون سختون ۽ وقتي مخالفتون برداشت ڪري بروقت ٻُجو ڏنو- مسلمان حڪمرانن کي سيدنا صديق اڪبر جي پوري پوري پيروي ڪرڻ کپي. مسيلمہ ڪذاب وانگر غلام احمد قادياني ملعون بہ ڪوڙي نبوت جي دعويٰ ڪرڻ باوجود رسول ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن جي رسالت جي گواهي اپوجهہ مسلمانن کي ڌوکو ڏيڻ لاءِ ڏيندو هو. پر ٻئي ڄڻا ختم نبوت جا ڇڙا پڌرا منڪر هيا.

**سلف الصالحين جا اقوال**

رُخ مصطفيٰ هي وہ آئينہ کہ اب ايسا ڪوئي اور آئينہ
نہ هماري چشم خيال مين نہ دوڪان آئينہ ساز مين

## • امام اعظم ابو حنفيہ:

امام ابن هجر مکي رحمة الله عليه پنهنجي ڪتاب ۾ لکن ٿا تہ - سراج الامۃ سيدنا امام اعظم ابو حنيفہ رضي الله تعاليٰ عنه جن جي دور ۾ هڪ شخص نبوت جي دعويٰ ڪئي ۽ چيائين تہ مونکي وقت ڏيو تہ ڪا نشاني ڏيکاريان- امام اعظم فرمايو، جيڪو هن ڪان نشاني گهرندو سو ڪافر ٿي ويندو، نشاني گهرندڙ گهرڻ سبب نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن جي ارشاد پاڪ "لانبي بعدي" (مونکان پوء ڪو بہ نبي ڪونهي) کي ڪوڙو ٿو سمجهي- (خيرات الحسان ص ١٢٩ ڇاپو ترڪي ۽ ختم نبوت ٨٥)

## • ابن ڪثير:

لکيو آهي تہ حضور عليه السلام جو خاتم هجڻ نص قطعي آهي جڏهن سندن ڪانپوء ڪو بہ نبي ڪانهي تہ رسول جو نہ هجڻ بطريق اوليٰ ثابت ٿيو ان لاءِ جو هر رسول، نبي هوندو آهي پر هر نبي رسول ناهي هوندو ( تفسير روح البيان مترجم جلد ٢٢ ص ٦٧)

## • تفسير بَحرمحيط:

پر آهي تہ جنهن جو اهو نظريو هجي تہ نبوت جو سلسلو منقطع ناهي ٿيو ۽ اڄ بہ نبوت حاصل ڪري سگهجي ٿي يا جنهن جو اهو عقيدو هجي تہ ولي، نبي کان افضل آهي اهو زنديق ۽ واب القتل آهي- اڄ تائين جن شخصن بہ نبوت جي دعويٰ ڪئي تہ مسلمانن انهن کي قتل ڪري ڇڏيو- اسانجي

وقت ۾ ٻہ فقرا مان هڪ شخص مالقہ شهر ۾ نبوت جي دعويٰ ڪئي تہ اندلس جي بادشاهہ غرناطہ ۾ ان شخص جو سِرُ ڏرُ ڪان ڌار ڪري ڇڏيو ۽ ان جي لاش ڪي ڦاهيءَ تي چاڙهيو ويو ۽ اهو انهيءَ حالت ۾ ٽنگيو رهيو ايستائين جو ان جو ماس ڳري ختم ٿي ويو- (تفسير بحرمحيط بحوالہ فتنہ انڪار ختم نبوت ١٨ ڇاپو لاهور)

مُرتد آهي نہ ٿو جو، ختم نبوت کي مڃي
توتي بيشڪ ختم آهي، انبياء جو سلسلو
تنهن جو منڪر ملحد و منڪر آهي اسلام جو
اڄ تائين هلندو اچي ٿو ابنِ سبا جو سلسلو (مظفر)

● **فتاويٰ هنديہ:**

۾ آهي تہ اگر ڪو شخص چوي تہ مان الله جو رسول آهيان يا فارسي ۾ چوي مان پيغمبر آهيان چوڻ سان ڪافر ٿي ويندو. (فتاويٰ هنديہ- جامع الفصولين بحوالہ ختم النبوة ٨٥)

● **اعليٰ حضرت:**

امام اهل سنت، مجدد ملت، جامع شريعت و طريقت، عاشق مصطفيٰ شيخ الاسلام و المسلمين مولانا امام احمد رضا خان بريلوي قدس سره فرمائن ٿا.

● قادياني مرتد، منافقَ آهن- (احڪام شريعت ص ١٢ اِلي، امام احمد رضا بريلوي اور رد (مرزائيت ص ٧)

● وهابي (ديوبندي) رافضي، غير مقلد، نيچري، قادياني، چڪڙالوي وغيره ڀٺيان نماز بلڪل باطل آهي. ص ١٢٨

● قادياني کي زکوات ڏيڻ حرام. آهي اگر قادياني کي زکوات ڏني وئي ته زکوات ادا نه ٿيندي. ص ١٣٩

● قادياني مرتد آهي ان جو ذبح ٿيل بلکل نجس ۽ مردار حرام قطعي آهي. ص ١٢٢

● قاديانين (مرزائي- احمدي- لاهوري) سان مسلمانن جي بائيڪاٽ ڪري. قاديانين کي مظلوم سمجهڻ وارو ۽ قاديانين سان ملڻ جلڻ (ملاقات) ڇڏڻ کي ظلم ۽ ناحق سمجهڻ وارو اسلام کان خارج آهي ص ١٧٧

● ١٣٣٦هه ۾ هڪ استفتاء اعلىٰ حضرت وٽ آئي ته هڪ شخص پنهنجي ڌيءُ جو نڪاح مرزائيءَ سان ڪري ڇڏيو آهي. حالانڪه سندس کي خبر آهي ته سڀني علماء اسلام فتاويٰ ڏني آهي ته مرزائي ڪافر ۽ محلد آهن- انهن جي جواب ۾ امام احمد رضا خان بريلوي فرمائن ٿا-اگر ثابت آهي ته پاڻ (ڇوڪريءَ جو پيءُ) مرزائين کي مسلمان سمجهي ٿو. چاٿي واڻ تقريب ڪيائين ته خود ڪافر ۽ مرتد آهي- حرمين شريفين جي علماء ڪرام. قاديانين بابت بالا تفاق فرمايو مَنْ شَکَّ فِي عَذَابه وکُفرِه فَقَدْ کَفَرَ جيڪو ان جي ڪافر هجڻ ۾ شڪ ڪري اهو به ڪافر- ان صورت ۾ فرض قطعي آهي ته سڀئي مسلمان موت و حيات (مرڻي ۽ پرڻي) جي سڀني تقريبن مان قاديانين جو بائيڪاٽ ڪري ڇڏن- بيمار ٿي پون ته پڇڻ لاءِ وڃڻ حرام. مري وڃن ته جنازي ۾ وڃڻ حرام. قاديانيءَ کي مسلمانن جي قبرستان ۾ دفن ڪرڻ حرام. ان جي قبر ڏانهن وڃڻ حرام ( فتاويٰ رضويه جلد ٦ ص ٥١)

● ١٣٣٩هه ۾ عبدالغفور صاحب هڪ استفتاء اعلىٰ حضرت ڏانهن موڪلي ته هڪ مرزائي قادياني جو سوال آهي ته

ابن ماجہ جي حديث آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو- "هر صديءَ کانپوءِ مجدد ضرور ايندو"- سو مرزا صاحب وقت جو مجدد آهي، لاهوري پارٽيءَ جو موقف بہ ساڳيو آهي- ان جي جواب ۾ اعليٰ حضرت امام احمد رضا بريلوي فرمايو تہ:

"مجدد جو گهٽ ۾ گهٽ مسلمان هجڻ تہ ضروري آهي، غلام احمد قادياني ڪافر ۽ مرتد آهي، ڪافر بہ اهڙو جو، حرمين شريفين جي سڀني عالمن بالاتفاق تحرير فرمايو آهي تہ مَن شڪَ في ڪفره وَعَذَابِه فَقَد ڪَفَرَ جيڪو ان جي ڪافر هجڻ ۾ شڪ ڪري اهو بہ ڪافر آهي- ليهر بنجڻ وارن جي هڪ ناپاڪ پارٽي ٺهي آهي جيڪي گانڌي مشرڪ کي رهبر، دين جو امام ۽ پيشوا مڃن ٿا- گانڌي نہ پيشوا ٿي سگهي، ٿو ۽ نہ وري مجدد- (فتاويٰ رضويہ جلد ٦ ص ٨١)

• مفسر قرآن:

مولانا مفتي احمد يار خان نعيمي لکن ٿا تہ - پاڻ نبي ڪريم صلي الله عيلہ وسلم جن خاتم النبيين جي معنيٰ بيان فرمائي آهي تہ لاَ نَبِي بَعدِي (مون کان پوءِ ڪوبہ نبي ناهي)

هاڻي جيڪو شخص نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم کانپوءِ ڪنهن قسم جو ظِلي، بروزي، اصلي، عارضي، مراقي، مذاقي، شرابي ۽ آفيوني نبي مڃي اهو بي دين ۽ مرتد آهي- (شان حبيب الرحمان ص ١٤٣)

ڪيو اعلان هي خير البشر آ، لاَ نَبِي بَعدِ رسول الله ختم الانبياءُ، ناهي تہ ٻيو ڇاهي (لقمان حڪيم).

• ڪورٽ جو فيصلو

بهاولپور جي جج مقدمہ جو بيان پڙهڻ ڪانپوءِ تاريخ ٧ فيبروري ١٩٣٥ع جو هيٺيون فيصلو ڏنو؛

گذريل بحث مان هي ثابت ٿيو آهي تہ مسئلہ ختم نبوت، اسلام جي بنيادي اصولن مان آهي رسول الله صلي الله عليہ وسلم کي خاتم النبيين ان معنيٰ سان "پاڻ آخري نبي آهي" نہ مڃڻ سان ارتداد واقع ٿي ويندو آهي. اسلامي عقائد جي روشني ۾ هڪ شخص ڪفر ورو اکر ڳالهائڻ سان، ان بہ اسلام جي دائري کان خارج ٿي ويندو آهي- مدعا عليہ مرزا غلام احمد کي قادياني عقيدن جي روشني ۾ نبي مڃي ٿو ۽ مرزا جي تعليم مطابق هي عقيدو رکي ٿو تہ امت محمديہ ۾ قيامت تائين نبوت جو سلسلو جاري آهي يعني هو رسول الله صلي الله عليہ وسلم کي خاتم النبيين جي معنيٰ "آخري نبي" نٿو مڃي. آنحضرت صلي الله عليہ وسلم کان پوءِ ڪنهن ٻئي شخص کي نئون نبي مڃڻ سان جيڪي قباحتيون لازمي اينديون، اها تفصيل مٿي بيان ڪري آيا آهيون- ان لاءِ مدعا عليه هن اجماعي عقيدہ اُمت کان منهن موڙڻ ڪري مرتد سمجهيو ويندو.

(مرزا غلام احمد قادياني کي مزهب پر آخري ضرب ص ٣٨ ظهور الحسن ڀوپالي شهيد ڇاپو ڪراچي ١٩٧٤ع)

• تنظيم "رابطہ عالم اسلامي" جو اجتماعي فيصلو

حرمين شريفين جي مقدس شهر مڪہ مڪرمہ ۾ ربيع الاول ١٣٩٤هہ مطابق اپريل ١٩٧٤ع جو رابطہ عالم اسلامي پاران مذهبي تنظيمن جو هڪ عظيم الشان اجتماع منعقد ٿيو- جنهن ۾ اسلامي ملڪَ، بلڪہ مسلمان آباديئن جون ١٤٤

تنظيمن جا نمائنده شامل هئا. مراڪش کان وٺي انڊونيشيا تائين مسلمانن جو نمائنده اجتماع هو. ان اجتماع ۾ مرزائيت بابت جيڪو ٺهراءُ منظور ٿيو اهو مرزائيت جي ڪفر هجڻ تي اجماع امت جي حيثيت رکي ٿو، هن ڪانفرنس ۾ سڀني اسلامي ملڪن کان مطالبو ڪيو ويو ته هو قاديانين کي (سرڪاري سطح تي) ڪافر ۽ اسلام کان خارج قرار ڏين ۽ قاديانين جي هر قسم جي سرگرمين تي پابندي لڳائي وڃي- ڪنهن به قادياني کي ڪنهن به اسلامي ملڪ ۾ ڪوبه ذميواريءَ وارو عهدو نه ڏنو وڃي. قاديانين پاران قرآن مجيد ۾ ڪيل تحريفن کان پڻ خبردار ڪيو ويو- (ڪتاب پٽو اور قادياني مسئله ص ۱۴۳ ڇاپو لاهور)

## مشائخ اهل سنت ڪانفرنس راولپنڊي

۱۲ جولاءِ ۱۹۷۴ع شام جو راولپنڊيءَ ۾ پاڪستان مان آيل علماء و مشائخ اهل سنت تي مشتمل ڪانفرنس ملهائي وئي. درگاهه سيال شريف جي سجاده نشين پير طريقت خواجه قمر الدين صاحب سيالويءَ ڪانفرنس سڏرائي هئي. مولانا سيد حسين الدين شاه ناظم اعلىٰ جامعه رضويه راولپنڊي ڪانفرنس جو منتظم هو ۽ افتتاحي تقرير مفسر قرآن پير محمد ڪرم شاهه الازهريءَ جن ڪئي. هن ڪانفرنس ۾ هڪ سئو کان وڌيڪ علماء و مشائخ اهل سنت شرڪت ڪئي- فخر اهل سنت حضرت پير قمر الد[illegible] صاحب سيالوي صدارتي تقرير ڪندي فرمايو- چيو و[illegible] ته قاديانين کي اقليت قرار ڏنو وڃي. اقليتي ته ذمين ڪ[illegible] ويندو آهي- جيڪو شخص اسلام ڇڏي ٻيو دين اختيار [illegible] اهو ڪافر نه، مرتد آهي ۽ مرتد جي

سزا شريعت ۾ قتل آهي. اگر منهنجي هٿ ۾ حڪومت هجي ها ته مان قاديانين جو فيصلو شريعت مطابق ڪيان ها جنهن جو مثال سيدنا صديق اڪبر قائم ڪيو هو.

آل پاڪستان مشائخ ڪانفرس جو هي اجلاس عوام، خواص ۽ حڪومت کي هدايت پنهنجو ديني ۽ ملي فرض سمجهي ٿو ته "مسئله ختم نبوت" ڪتاب و سنت ۽ اجماع امت مان ثابت آهي- مرزا غلام احمد قادياني کي نبي يا مجدد مڃڻ وارا اسلام کان خارج آهن.

هن مسئلي کي پاڪستاني مُسلمانن جي مرضي مطابق حل ڪرڻ جو واحد طريقو هي آهي ته قومي اسمبلي ۾ في الفور آئين ۾ ترميم ڪري مرزائن کي غير مسلم اقليت قرار ڏنو وڃي ........ (پٽو اور قادياني مسئله ١٠١- کان ١٠٧ تائين - لاهور)

- قدرتي فيصلو

٣٠ جون ١٩٧۴ع کانپوءِ ڪاميٽي جا مسلسل اجلاس شروع ٿيا. قراردادن تي غور ڪرڻ لاءِ هر طرح کان جائزو ورتو ويو- انهيءَ دوران قادياني ربوه گروپ ۽ لاهوري گروپ جي سربراهن جو خط ڪاميٽيءَ ۾ پيش ڪيو ويو جنهن ۾ ربوه گروپ جو سربراهه مرزا ناصرالدين ۽ لاهوري گروپ جو سربراهه صدرالدين پنهنجي صفائي پيش ڪرڻ ۽ پنهنجن عقيدن جي وضاحت ڪرڻ لاءِ (قومي اسيمبلي اسلام آباد) حاضر ٿين لاءِ اجازت جي گهر ڪئي- ڪاميٽيءَ خوشيءَ سان اجازت ڏني مرزا ناصرالدين ضروري ڪاغذن سان اسيمبلي ۾ پهتو- خدا جي قدرت ۽ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جو معجزو ڏسو جو قومي اسمبلي (اسلام آباد) جي بند ۽ ايئر ڪنڊيشنڊ هال ۾

جنهن وقت مرزا تقرير لاءِ اٿيو ته ڇت واري پکي جي پر مان
پکيءَ جو غلاظت سان ڀريل پَر ظاهر ٿيو جيڪو سڌو وڃي
مرزا ناصر جي مٿان ۽ ضروري ڪاغذن تي وڃي ڪريو مرزا ۽
ڪاغذ غلاظت ۾ ٿڦجي ويا. جنهن تي هو ڏڪي ويو ۽ چيائين،
اهو حيرت انگيز ڏيک سڀني اسيمبلي جي ميمبرن ڏٺو ۽
هر ڪو چئي رهيو هو ته اهڙو ڏيک اڳ ڪڏهن به ڏسڻ ۾
ڪون آيو (ڀٽو اور قادياني مسئلہ ص ۱۰۱ لاهور)

محمد مصطفيٰ کي ٿي عطا اهڙي نبوت آهہ
رسالت مآب تي ٿي ختم ٿي وئي رسالت آهہ (بيڪس)

## • حڪومت پاڪستان جو فيصلو

حضرت محمد صلي الله عليہ وسلم آخري نبي آهن.
جيڪو شخص سندن جي خاتم النبين هجڻ تي قطعي، غير
مشروط ايمان نٿو رکي يا وري جيڪو شخص حضرت محمد
صلي الله عليہ وسلم ڪانپوءِ ڪنهن به مفهوم ۾ يا ڪنهن به
قسم جو نبي هجڻ جي دعوٰي ڪري ٿو يا وري ڪنهن به اهڙي
مدعي کي نبي يا ديني مصلح تسليم ڪري ٿو اهڙو شخص آئين
يا قانون جي روشنيءَ ۾ مسلمان ناهي- (ڀٽو اور قادياني مسئلہ
ص ۱۱۲ ۽ ڪتاب - ٿو- اِن - وَن ص ۲۸ ڇاپو گجو)

نہ محبوب خدا کان پوءِ نبي ايندو زماني ۾
ٿي رهہ ان ڳالهہ جو قائل، نہ ٿيو آهي نہ ٿي سگهندو (راز سروري)

۷ سيپٽمبر ۱۹۷۴ع وڏي شان ۽ مان وارو ڏهاڙوا هي
جنهن ڏينهن عاشقان مصطفيٰ صلي الله عليہ وسلم جي سالن جي
جدوجهد ۽ پُرخلوص ڪوشش ساپ پئي جو پاڪستان جي
قومي اسمبليءَ جي ميمبرن گڏجي شرعي مسئلي کي نافذ ڪيو.

پاڪستان جي سني مسلمانن جي گهرجي ته هو هر سال پنهنجي پنهنجي علائقي ۾ ٧ سيپٽمبر کي عقيدت ۽ محبت سان ملهائن "مسئله ختم نبوت" تي تقريرون ڪيون وڃن ۽ اخبار وارن کي گهرجي ته انهي ڏهاڙي خصوصي ايڊيشن شايع ڪن. ادارن تنظيمن کي گهرجي ته انهيءَ ڏينهن تي جلسه ۽ ڪانفرنسون ملهائن ته جيئن ايندڙ نسل ان اهم واقعي کان باخبر رهي سگهي. جيڪڏهن اها ڪوشش ڪئي وئي ته پوءِ "ختم نبوت جا منڪر" اڻ پڙهيل ۽ اڻ ڄاڻ مسلمانن کي حق جي راهه تان ڦيرائي نه سگهندا.

## قربانيءَ جون کلون

انجمن پيغام رضا پاران سنڌيءَ زبان ۾ ديني ڪتاب ڇپرائي سنڌ جي ڳوٺ ڳوٺ ۽ شهر شهر ۾ مفت ورهايا وڃن ٿا- اوهان قربانيءَ جون کلون ڪپائي رقم انجمن جي ديني ۽ تبليغي اشاعت لاءِ هيٺين ائڊريس تي ڏياري موڪليندا.

**محمد اسلم ميمڻ سرپرست انجمن پيغام رضا**
ميمڻ چيمبر اناج منڊي حيدرآباد